نہ ڪري سگهي. هوءَ سيني سان گڏ گهر موٽي آئي. سڀ پاڻ ۾ آرتيءَ جي ٿي ڳالهہ ٻولهہ ڪري رهيا هئا. چڻ وشوناٿ پاڻ پرگهٽ ٿي سندن پوڄا قبولي هئي. صرف سرلائي من ئي من ۾ چِٽي رهي هئي، اڄ منهنجي سموري پوڄا، ساري ڪٽي ڪمائي ڪٽ ٿي ويئي.

هو انهي ڏينهن صبوح جوئي ڪاشيءَ آيا هئا. ان ڪري اڃا ٽاڻيڪا ٿي نہ وينا هئا. سندن سڀو سامان ٽُڙيو پکڙيو پيو هو. ڪنهن نہ ڪنهن طرح سيني ڪاڏو پيتو.

ڪم هاڃ لاهي سرلا پنهي ڪمري ۾ هلي ويئي. پرڪاش اڌ کليل دريءَ اڳيان وينو آسمان جو نظارو ڏسي رهيو هو. سرلا اچي سندس پنيان بيهي رهي. ڏاڻين نہ اما ورالدي ۾ ويني راڌڪا بابوءَ جي لِٽ پوڄا جي سامگري تيار ڪري رهي آهي. پرڪاش جون اکيون اما ۾ ئي کتل آهن.

ٻيو ڪو وقت هجي ها تہ هوءَ پرڪاش کي ضرور پوري چيڙ ڪيڊي ها ۽ ڦتڪار وجهي ها. پر اڄ ڪجهہ چوڻ لاءِ ويندي بہ ڪيس ڪجهہ چئي نہ سگهي؛ ڏيري ڏيري اتان کسڪي هلي ويئي. اڄ الائي ڇو سندس دل نہ ٿي تہ پرڪاش جي ڌيان ۾ وگهن وجهي.

ڏيو ٽائين چا درشن ڪندي ٻيا بہ ٻہ ڏينهن گذري ويا. تڏهن راڌڪا بابوءَ سرلا کان پڇيو- ڇا پرڪاش

( ٢٣ )

## پڇتاءُ

سرلا ڏاڍي عجب ۾ پئي ؛ گهرانجي مندر ب
ٻاهر نڪتي . پيءُ سان گڏ ڪيترن مندرن مان گهمندي
پنهنجي جاءِ تي اچي پهتي . اما سندس پٺيان پٺيان
اچي رهي هئي . ان وقت سرلا جي دل نه ڄڻ ته
ڪنهن کان ڪجهه پڇان يا ڪنهن کي ڪجهه ٻڌايان .
هوءَ جڏهن وشوناٿ جي مندر ۾ ٻهڳي ديوتا کي پرڻام
ڪرڻ لڳي هئي تڏهن ڪس حڻ اٿين لڳو ته هن
وشوناٿ کي پرڻام ئي نه ڪيو آهي . هوءَ اڄ دل جون
سموريون ٻولر ڀاوناٿون وشوناٿ جي چرڻن ۾ سمرپڻ
ڪري ڇڏينديءَ پرئي جت سان ان کي پرڻام ڪرڻ لڳي
هئي . پر ان وقت هڪ نئي ماڻهوءَ کي ڏسي سندس
آتم سمرپڻ ڪندڙ ڀڳنيءَ پريو من اوچتو وسميءَ ۾
پئجي روڪجي ويو . شايد اهو سمرپڻ پوري هند نه پهتو - ان
ڪري وشوناٿ سندس پوڄا کي نه قبوليو . هينئر ڇا
اهو ديوتا جي پرڳٽ رهيو هو . هينئر ته هو اڄاڻ
لائق ئي هو . ان ڪري سرلا موٽي وشوناٿ کي پرڻام

”پوءِ يلاِ داديءَ کي ڪيئن اها خبر ڏجي ته اسين هت آيل آهيون.“

”ڏنو ويندو.“

”ائين نه چئو، توهان کي منهنجي سر جو قسم آهي ضرور ڪو اپاءُ ڪريو.“

”چڱو ڪندس.“

ٻن ٽن ڏينهن بعد امر بهانو ڪري چيو- ”پتوئي ٺٺو پوي ته چيا ڪريان.“

ٽڏهن چاروءِ ديويندر کي چيو- ديويندر ان ڏينهن ئي سرلا جي پتي لڳائڻ لاءِ شهر ۾ هليو ويو.

امر جواب نہ ڏنو. پر ديويندرجي ورڪ ورڪ کر
چوڻ تي چيائين - پرسان هلڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي.
اهو ماڻهو منهنجو سڃاتل ٿو لڳي.

ديويندر - تہ پوءِ بہ ڏيڻ ڇاجو؟ توکي وشونا
جو پرساد سمجهي ڪائي تہ نہ ويندو.

امر - ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي؟ اهڙي جاءِ تي جاڻ پڇا
ڪرڻ مان ڪهڙو لاڀ؟

ديويندر - چڱو. اهو تہ ٻڌاءِ تہ اهو ماڻهو آهي ڪير؟
امر ٽيڻ ۾ پئجي ويو. گهڙي هڪ بعد چيائين.
ماڻهو هنڪي منهنجو سهرو سڏيندا آهن.

" يار، تون هي ڇئين ڇاٿو"

امر چپ رهيو. ديويندر چيو - يار تو اول ڇو ڪين؟
ٻڌايو. پر ٻڌاءِ تہ پاڻ اڪيلو آهي يا ڏيٽس بہ ساڻ اٿس؟
امر شڪجندي جواب ڏنو - ڏسجي تہ ائين ٿي ٿو. گهر
پهچي روٽي پاڻي ڪائي جڏهين امر سمهڻ واري ڪمري
۾ ويو، تڏهن چارو بہ اچي پرسانس ويٺي. پڇائينس-
آرتي ڪيئن هئي؟

"تمام چڱي"

"سانجهيءَ جو آرتي تہ هيڪاري وڏيڪ سٺي
لڳندي هوندي؟ ڪنهن ڏينهن مولکي بہ وٺي هلندا نہ؟"

"ها."

"اچوکي آرتي بہ وڏي ٺٺ سان هئي؟"

"ها."

سان سچو مندر واسعي هو ويو. پنهن ۽ چندن جي سڳند سڄي استان کي سڳندت ڪري ڇڏيو هو. ٻ پندت پنهي پاسن کان وشونات تي چنور جهلائي رهيا هئا. جڏهن سڄي وشويومي وشونات جي چرڻن ٻرڪري رهي هئي - تڏهن هڪ انسان جي ڪهڙي هستي؟ اوچتو ئي اوچتو سامهون نظر پوندي امر چرڪي ويو. 'هي ڇا؟ هيءَ شڪل تہ سچائل ئي معلوم ٿئي.' نظر پوندي ئي امر اکيون ڦري ٻئي پاسي ڪيون. سامهون استرين جي پيڙهئي خاطري ڪرڻ لاءِ امر ورى سڌو ئي ڏٺو. وشونات ڏانهن نهاريائين تہ ان کي ڳلن ۽ لتا پترن ٻر ٻ ڪنبل ڏنائين. چوڏاري ڏاڍي استاه سان آرتيءَ جا واجا وڄي رهيا هئا. نعارن ۽ ماٺين جي ڪولاهل سان ڪنن جا پردا ڦاٽي ڦاٽا. امر آهستي آهستي ڪري اک ڦري وري ساڄي طرف نهاريو. سندس ۽ سرلا جي وچ ڦرب جي ڪڙي ٻلي ئي ڇڪي هئي، ٻر اجان ٽٽي نہ هئي. نالو قائم هو. رستمي ساڙهي پهريل، ڪلبل آلن وارن ۽ اڌ گهونگهٽ سان صورت صاف سچائل پئي لڳي. سندس اکيون الست هيٺ جهڪيل ۽ آرتيءَ ٻر ڪتل هيون. ڳچيءَ ٻر پلو پوهوس. ٻئي هٿ جوڙي وشونات اڳيان بيٺي هئي؛ جڻ پوڄا ۽ آراڌنا جي ساڪاس مورتي پئي لڳي. ٻ پيدر امر کي وسميءَ ٻر پيلو ڏسي چيو - امر، هل تہ وشونات جي پير ٻر پيل ماٿوءَ جي ٻر سان هلي پيهون.

سينگاريــل ديُو مورتيءَ اڳيان ٻيٺل پوڄاري ڏاڍي ڀڳتي ڀاو سان آرتي ڪري رهيو هو. هن جي درشتي ديوتا جي مک تي ڪتل هئي ۽ جسم سڌو. هٿ ۾ اما جي سجايل آرتيءَ جي ٿالهي هيس.

اما ايندي پٽ تي لمي ديوتا کي پرڻام ڪيو ۽ پنهنجون اداس اکيون کڻي ديو مورتيءَ ۾ کپايائين. هن جي ڀڳتيءَ ڀرئي چت سان کيل شيوا ديو مورتيءَ جي انگن تي شوڀائمان هئي ۽ اما سندس سينگاريل ديهن جي سوجهري ۾ جهلڪي رهي هئي. جڙا پنج مکيءَ جوت مان هن جي تيج ڀري ڀڳتي ديوتا جي انگ انگ ۾ سمائجي رهي هئي. اما شانت ۽ مگد ليٺن سان هڪ ٽڪ نهاري رهي هئي.

رات جو سرلا اما کي پنهنجي ڳود ۾ ليٽائي آهستي آهستي سندس مٿي تي هٿ ڦيرڻ لڳي. اما ڊگهو ساهه کڻي ڪر موڙيا. اڄ ڪيس هي سڀ الڙ پيار نٿي وڻيو. گهڙي دير بعد سرلا سڏ ڪيو- "اما!"

پر ڪو جواب نه مليو.

هن وري سڏ ڪيو- اما! توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڌيءَ! دل ۾ ڪو دک اٿيئي ڇا؟

اما پنهنجا ٻئي هٿ کڻي مٿي کي ڏنا. ۽ درد ڀرئي آواز ۾ چيائين- نه امي، مون کي ڪجهه نه ٿيو آهي.

سرلا صبوح جو اٿي ڏٺو نه اما طوفان ۾ ڪرڻ

پرڪاش- سو مان چئي نٿو سگهان. ايشور ساکي
آهي ته مان ڪجهه چوڻ لاءِ هتي نه آيو هوس. تون
انهن ڳالهين نه سمجهندين، ته ته مونکي پيٽو ڏک
لڳندو. اح نه ڄاڻ ڇو توکي ڏسندي مان پنهنجي
اندر جي اڌ من کي روڪي نه سگهيس. نه ڄاڻ ڇو
اح ......

آما موز پرئي گلي سان سڏڪا ڀريندي چيو- تون
وڃ. مان پيو ڪجهه نه ٻڌڻ نٿي چاهيان.

پرڪاش جلدي اتان غائب ٿي ويو، ۽ آما ڇنل دل
جو ڪري اليٽي ڪنهن جي تير سان گهايل پکيءَ جان
پٽ تي ليٽي پئي. اح اوچتو سندس دل ۾ هي ڪهڙو
درد پيدا ٿي ويو؟ هن متو پٽ سان هڻندي چيو-
ڀڳوان! اح منهنجي هيءَ ڪهڙي حالت ٿي وئي! ديا
ڪري مونکي هن مرض مان مڪت ڪريو!

گهڻي دير بعد کيس ائين معلوم ٿيو ڄڻ ڪنهن
سندس متو پٽ تان کڻي پنهنجي گود ۾ ڪري رکيو.
۽ ڏيري ڏيري سندس وار سنوارڻ لڳو. آما سڏڪيون
ڀري روئڻ لڳي.

ڪجهري مهل روئڻ کانپوءِ آما صبر ڪيو ۽ هوريان
هوريان سرلا جي هنج مان پنهنجو متو سرڪائي منهن
ٿري اٿي ويهي. سرلا ڏاڍي پيار مان چيس- آما،
اٿي هل ته آرڪيءَ تان ٿي اچون.

[illegible] د ۾ بي انداز ٻتون پري رکيون هيون،

موٽان. جيترو وقت الي رهندس سو سمورو اڪيلو بنا
ڪنهن سنگي ساٿيءَ جي، بنا ڪنهن سڪ پيار جي
رهندس، ڇا پرديس ۾ هڪوار به منهنجي دل ۾ اها
مني ياد گيري، اهو منو خواب نه ايندو، ته هن جهان
۾ مون کي به ڪا ياد ڪندڙ آهي، ته ڪا منهنجو پلو
گهرندڙ به آهي.

أما اڃا به چپ چاپ بيٺي هئي. سندس اکيون
هڪ ٽڪ پرڪاش ڏانهن نهاري رهيون هيون. ۽ انهن
مان موتين جي ڌارا وهي رهي هئي.

أما کي رئندو ڏسي پرڪاش ٿتل آواز ۾ چيو-
أما، أما روئين ڇو ٿي؟ روءِ نه. ڇا مون توکي ڪو
ڏک رسايو آهي؟ مونکي معاف ڪر، معاف ڪر. ڇا تون
مون سان ۾ اکر به نه ٻوليندين؟ مان صرف ايتروئي
چاهيان ٿو ته مان رڳو اها هڪ تسلا ساڻ کڻي پرديس
۾ هليو وڃان. ڪجهه ڳالهاءِ ته سهين. ڪنڌ جهڪائي
ساڙهيءَ جي پلوءَ ۾ منهن لڪائي أما چيو- تون وڃ.

پرڪاش- هينئر ئي ٿو وڃان. خبر نه آهي ته هت مان
ڇا لاءِ آيس ۽ ڇا ڪري وينس. اجايو توکي ڏک ڏنم-
نه به ان سڪ جي سمرتيءَ کي مان پنهنجو سڀ ڪجهه
سمجهان ٿو. اهو ڄاڻي مون کي معاف ڪر. چڱو أما
مان هاڻي وڃان ٿو.

أما پنهي هٿن سان منهن ڍڪي چيو- وڃ، جلدي
هتان هليو وڃ. ٿو هي ڇا چيو؟ هت ڇو آئين؟

لڳاتار سان ٽڪٽڪ ڏانهس ڏسندو رهيو. شايد هو
سوچي رهيو هو- ڇا هيءَ فقط ڪمرو آهي جنهن ۾
صرف سونهن ۽ سرهاڻ آهي، ٻيو ڪجهه به نه؟ هيءَ
ڇا فقط ڏاڍوءَ جي- موهيندڙ مورتيءَ مثل آهي، جنهن
۾ فقط سندرتا ۽ خاموش مڌرتا آهي؟ شايد منجهس
آشا ۽ ترشنا ڀري انساني دل آهي ئي ڪانه؟

أما ڪجهه دلي ۾ پرڪاش جي ويجهو اچي چيائين-
توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ ٻڌاءِ، ڇا طبيعت خراب ٿي وئي
اٿي. اميءَ کي سڏ ڪريان؟

پرڪاش هٻڪندي چيو- نه نه أما، مان اهيءَ
ويچار ۾ آهيان نه تون ڪير آهين؟ توکي هيترن ڏينهن
کان ڏسندو ٿو اچان، تڏهن به توکي اڃا ڪالهه سمجهي
نه سگهيو آهيان. ڇا تون فقط مورت آهين؟ تنهنجي
اندر ۾ ڪجهه نه آهي؟ هيءَ سڀاڃهائي ۽ سادگي،
هيءَ سونهن ۽ سرهاڻ نه همشه ٿي ڏٺي اٿم. ۾ سدائين
ساڻت، سدائين خاموش. ڪجهه ٻيو به نه ڏيکار. اهيءَ
مشڪ لي نه ڪڏهن ڇاٻا ٻولندي ڪانه ڏٺي اٿم. ڇا
تون انسان نه آهين، تڏهين ڇا آهين، أما؟

أما چپ چاپ ٻيلي ڏسڪي رهي هئي. هن کي چپ
ڏسي پرڪاش وري به ان طرح ٿي دڪ مان چوڻ شروع
ڪيو- چپ ڇو ٿي ويٺينءَ؟ ٻڌاءِ، هڪ ڳالهه جو به نه
جواب ڏني. هيئر مون کان ان شڪ ۾ رهيو نٿو ٿئي.
اڄ وري ظاهر پڇي رهيو آهيان. شايد جلد نه

# أما ۽ پرڪاش

ڇاروءَ جي، ماٺڪ گسج ويندي سرلا کي ٽارٽيءَ
جي موت جي خبر ملي. ڇاروءَ لکيس- ”توهان جي
ڌيءَ جي ٻاٻڻ انل آءِ جي همٿ ۽ سولي وڌو آهي.
هن جي پاڻ ۾ ٿي شايد انس لکل آهي ته ولي
پرايون ڇوڪريون پاليندو. ڇوڪري ڇو ڏينهن پندرهن
سالن جي ٿيندي. ٽارٽي دادا ته پنهنجي حياتيءَ
۾ هنجو ڪو خيال ڪيو ڪو ته تو ڏسجي. استريءَ
جي موٽ کان پوءِ ڇوڪريءَ کي آٽي پاڻ وٽ رهايو
هئائين. ناٿو انس جيدرا، ڇوڪريءَ کي ڏسندي
مولکي أما جي يادگيري پيئي اچي. هيءَ ڇوڪري
اهڙي عجيب ڍنگ جي آهي. گهڻو لڄاري به آهي
ته به وهيءَ کان وڌ ڪيپ گنڀير آهي. سدائين، سن ٿي سن
۾ ٿي گذاري ڪالي ته به بلڪل ٿورو. انل جي ڳالهه
ٿي سو البت ڪڏهن ڪلي ڏيندي آهي. پر اها
ڪل به ٻاهر ڀن ٿي ڏسجي.

لما شام جي مهل أما ناڪر دواري ۾ آرليءَ جا ڏيا

هاڻي منهنجو گهر نه آهي. هن وقت هيءُ ٻرائو گهرڙي منهنجو آهي. منهنجي لاءِ ٻرا وائي پنهنجا آهن.

سرلا اوچتو منهن ورائي سڏ ڪيو. اتان پٺ ۾ ڪو جواب نه آيو. صرف طوفان زور سان لڳندو ٻيڙي جي ٻيڙ ڌڌڙ اڏائيندو جڙ لنبو ساهه ڇڏيندو ويو.

جڏهن سرلا ماسي ڪٿي لڏهن هن پڇيس - نه چا هاڻي ڪڏهن ٻه اوڏانهن نه هلنديون، هميشه لاءِ موڪلائي آئي آهين؟

”نه، الل جي وڃڻ کان پوءِ ايند يس.“ چئي، سرلا الل کي هنج ۾ کڻي ڪيترائي پيرا چميو ۽ پوءِ هنڪي چاروءَ جي هنج ۾ ڏيئي چيائين - هنڪي سڀاڻي خبرداريءَ سان رکجانءِ. وڏي ٿي چا چوانءِ، چارو هيءَ ٿي منهنجو سيڪجهه آهي.

اچي ڏينهن سالجهيءَ جو چارو ۽ پرڪاش کي ساڻ ڪري ماڻڪ گنج ڏانهن روانا ٿي. موڪلائڻ وقت سرلا کي چيائين - دادي، جڳو مان هاڻي هلان ٿي.

”جڳو“ ان کان وڌيڪ سرلا ڪجهه ڪڇي نه سگهي. چارو ۽ سڀ ٿي گڏجي ڳاري سرلا کان موڪلائي وڃي گاڏيءَ ۾ چڙهي. الل ملول منهن ۽ ٻاراڻي طوطلي زبان سان چيو- اما، اما ڪٿي نه هلندينءَ؟

چاروءَ چيو- نه پٽ امهنجي ماءُ ٿي رهندي. الل جي ڳالهه سرلا جي ڪنن ۾ پئي. هوءَ منهن ڦيري ڪڙيءَ ۾ بيٺي. گاڏيءَ جي گڙ گڙاهٽ سندس ڪنن ۾ پئي ڪانه پئي. ان وقت سندس ڪنن ۾ جهن جهن جو آواز اچي رهيو هيو. سندس سڄي سرير ۾ هلچل مچائي رهندڙ خون جو زور جهٽ بند ٿيندو ٿي ويو. ”گهر وڃان؟ ڪهڙو گهر؟ چاچو گهر؟ ---- گهر؟ منهنجو گهر هاڻي ڪٿي آهي. اهو گهر

مون کي فخر آهي يا نه، ان لــي ڪجهه دک ظاهر
ڪريان ٿي يا نه، اها ڳالهه نه پڇ؛ ڇو ته اهو تہ پاڻ
بہ نہ سمجهي سگهي آهيان. پر جڏهن کان مون توکي
ڏٺو آهي، تڏهن کان تنهنجي سواميءَ ٿي تہ منهنجو
رتي پر بہ فخر نہ رهيو آهي. چارو! تون بہ ننڍڙيءَ
ڀيڻ جيان پنهنجي داديءَ جي دل کي سمجهڻ جي
ڪوشش ڪر. ڇا ڪڏهن ڪا وڏي ڀيڻ پنهنجي
ننڍيءَ ڀيڻ جي لاءِ لي ڪروڌ يا ايمان ڪري سگهي
ٿي؟ سچ پچ مان توکي ۽ اتل کي پنهنجو سڀ ڪجهه
سمجهان ٿي. سنتان جو موهه ڇا آهي سو تہ مان نٿي
ڄاڻان؛ پر اتل منهنجي جان آهي، اهو بخوبي ڄاڻان ٿي.
توکي مان سڳيءَ ماءُ جيان ڀيڻ ڪري ٿي پاليان ۽ تنهنجي
سواميءَ کي بہ ان ٿي شردا، سنيهه ۽ پريم جي نگاهه
سان ڏسان ٿي. پوءِ مان هيترن ڏينهن بعد توهان
کي ڇڏي هت ڇو هلي آيس، اهو پڇوان ٿي ڄاڻي:
اهو تون مون کان نہ پڇ. ائين ٿي سمجهہ تہ هي قسمت
جو چڪر آهي. مون کي نہ هينئر هيءَ حياتي هن طرح
ٿي گذارڻي آهي. توهين بہ سڀ منهنجي لاءِ پرايا
ٿي ويا ۽ مان پاڻ بہ توهان سڀني لاءِ پرائي ٿي وئي
آهيان. هينئر تون مون کي معافي ڏي، جيڪڏهن
تون سچ پچ پنهنجي داديءَ جي ڀلائي چاهين ٿي تہ
مون کي موٽي هلڻ لاءِ نہ چئہ.

چارو گهڻي دير تائين سڀ ڌيان سان پڙهندي رهي.

چارو وري چوڻ لڳي - دادي! مان ڄاڻان ٿي ته لنهنجو اٿل ۽ مون ٿي ڪيترو پيار آهي. باقي تون سوامي سان ڇو رٺل آهين؟ منهنجو خيال آهي ته هو ٻه لوڪي مڃي ٿو، لنهنجي عزت ڪريٿو. گهٽ ۾ گهٽ انهي سڪ ڪان لون ٻاڻ ڪي وانجيل ڇو ٿي رکين. پنهنجي اٿل ڪي گود ۾ کڻي لون هنجي سامهون ڇو ڪين ٿي اچين؟ لوڪي وري اوڏانهن غلط پوندو. پوء اسان جا وري اهيڙي سڪ جا ڏينهن موٽي ايندا. دادي! موٽي هل، پنهنجي گهر موٽي هل. لون ان گهر جي لڪشمي آهين. ڇا لون پرائي گهر ۾ ٽڪي پنهنجي کي ۽ پرائو بنائي ڇڏيندين؟ موٽي هل، آهستي آهستي سولا پنهنجي آپي ۾ آئي. مان اهڙي ڇوٽي ويٺي آهيان جو چاروء جون ڳالهيون ڪل ۾ ڊ اڏائي سگهيس! اهو خيال ڪري سولا کي عجب لڳو. هن گلو صاف ڪري ڏيري ڏيري چيو - ڇگو، ته چارو پڌ ۽ مان ۾ ڪجهه چوڻ ٿي ڄاڻيان. لون هيتر اتا چارو ته رهي آهين جيڪا منهنجي هر ڪنهن ڳالهه تي يروسو ڪندي هئي. هيئر لون وڏي ٿي ويٺي آهين. ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي ۾ سائپ سکي آهين ۽ لو اهو نيڪ سمجهو آهي ته مولکي هت ڪوهي. جڏهن لوسان هن جو وهان ۽ نه ٿيو هو، تڏهن مان ڪيس فقط پنهنجو ... . ان وقت جي ان سوامي ۽ ٿي

ڏکه پرئي ڳلي سان چيو- چارو سو مان سمجهائڻي . تون يا اال بڻي جي وس هجڻ تي به منهنجائي آهيو. چارو کي سرلا جي انهي پيار مان به تسلا نه مِلي . هن ڏاڍي ڏکه مان ڏگهو ساهه کڻي چيو- دادي هيترن ڏينهن کان پوءِ ملڻ ٿيو آهي تڏهين به مونسان هڪ پيرو به اهو نه پڇيو آهي هو ته ڪيئن آهي ؟

سرلا انهي سوال جو تڪڙو جواب ڏيئي نه سگهي . هنکي چپ ڏسي چاروءَ وري چيو- دادي تون ائين ڇو ٿي ڪرين ؟ پنهنجي کي هن طرح پرائو ڇو بنائي ڇڏيو اٿيئي؟ مونکي ته ڪڏهن ائين لڳندو آهي ته تون هنکان باور ڪري ئي هت هلي آئي آهين- پر اها ڳالهه به دل سان نه ٿي لڳي ته هيترن ڏينهن بعد توں ائين ڇو ڪرڻ لڳينءَ. هت ڪرڻو هجيئي ها ته اول منڍ ۾ ٿي ڇو ڪين ڪرين ها. سهري جي مرڻ تي ئي هت هلي اچين ها . ائين نه ڪري اسان کي پرٻل پريم جي ٻڌن ۾ ٻڌي پاڻ کي به اسانجي پريم ۾ ڦاسائيئي ، هن طرح اهي ٻندن ڪاٽي ڪيئن هلي آئينءَ ؟ دادي مان تنهنجي ننڍڙي ڀيڻ آهيان مونکي ٻڌاءِ ، مونکي ٻڌائڻ ۾ ڪهڙو حجاب ٿو ٿيئي؟

سرلا جو ساهه گهٽجڻ لڳو- هوءَ نه چاروءَ جي ڪنهن سوال جو جواب ڏيئي سگهي ۽ نه ڪيس چوڻ کان روڪي سگهي . جڻ هوءَ ڪنهن اونداهيءَ وهه ۾ ڪري پيئي هئي؛ ۽ هوا نه ملڻ تي هن جو ساهه پوساٽجڻ لڳو هو.

ڏ ماءِ آهي. اَما سمجهي ويئي.
ٻئي ڪمري ۾ اچي ڏٺو ته سرلا آلل کي هنج ۾ کڻي پلنگ تي ويٺي آهي. سندس اکين مان موتين جي مالها جي داڻن جيان ڳوڙها ڳڙي رهيا آهن. سرلا هن ٻنهي کي ڏسي منهن ڦيري ڇڏيو.
اَما وڏيءَ وجهي وِٺس ٻئي. آلل کي سڏ ڪري چيائين - اميءَ کي ماٺ ڪرائين، ته امي ماٺ ڪر، روءِ نه". انل ڇا سمجهي، ڇا ڪري؟ هن ٻانهون وڌائي کڻي سرلا جي ڳچيءَ ۾ وڌيون. اَما ڪلي رهي هئي، پر سندس اکيون ڳوڙهن سان ڀريل هيون. جارو ڏيري ڏيري سرلا جي پرسان وڃي ويٺي. ڇاڻينس داد ڏي!
" جارو" جتي ڳوڙها اگهي سرلا منهن ڦيري آلل کي چميو!

... ... ...

صبح ٿي ويو. تازي اپريل سج جا ڪرڻا سفيد محل جي ڪمرن ۾ لڳل رنگ برنگي شيشن تي پئجي وڏن وڏن تنين وارن دروازن جي سونهن وڌائڻ لڳا. چنيءَ جي گلدستن ۾ پيل گل پنهنجي مـــدر سگند سان سڄي ڪمري کي ڀري رهيا هئا. سرلا ۽ جارو پلنگ تي وينيون ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيون هيون.
جاروءَ جيو - تون پنهنجي من ۾ ڇاهي ڇا ٻه سمجهين اسانکي خيال آهي ۽ سدائين خيال رهندو ته اسين تنهنجا ئي آهيون. سرلا جاروءَ جي گلي ۾ ٻانهون وجهي

متي تي هٿ گهمائي سرلا کيس اندر ئي اندر ۾ آشير وا ڏني . پوءِ پڇائينس – تو مون کي پنهنجي اچڻ لا ڪجهه ڪين لکيو؟ ڪنهن سان آئينءَ؟

چارو– ڪاڪي ۽ بندو داسيءَ سان . اچڻ لاءِ لکار ها ته تون گهرائين تورو ئي ها .

اُما جي گود ۾ ويٺل اتل سرلا کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ٻئي ٻانهون ڦهلايون . ڪجهه وقت ته سرلا چپ چاپ بيٺي رهي ، پر جڏهن پاڻ کي نه روڪي سگهي ، تڏهن ٻئي ٻانهون ڦهلائي ٻالڪ کي کڻي سيني سان لائي ٽڪري ٽڪري اتان هلي وئي . اُما اکين ۾ ڳوڙها آڻي ڪلندي چارو کي چيو– ماسي پيو ڪو خيال نه ڪر . اميءَ جو من ٺڪاڻي نه آهي .

ٻئي هٿ اُما جي ٻنهي ڪلهن تي رکي چارو چيو– تون ڪير آهين ؟ اهڙو ڪل مک چهرو ڪٿان آندو اٿيئي .

اُما لڄ کان لعل ٿي وئي . چارو وري پڇيس - تون ڪير آهين ؟ اُما ڪلندي چيو- اميءَ جي ڌيءُ آهيان . پيو ڪير ؟

ٻئي سرلا ڏانهن هليون . هلندي هلندي اُما چيس - تون منهنجي اميءَ جي ڳالهين جو ڪو خيال نه ڪجانءِ

اُما جي ڳـل تي آڱر هڻي چارو چيو- تنهنجي ئي ماءُ آهي؟ منهنجي ڪجهه به نه آهي . منهنجي به

أما ورڪ چيو- امي، توڪي ٿي ڇا ويو آهي؟ ڇا طعمت نبڪ نہ اٿيئي؟ اڄ لنهنجو اتل آيو آهي.
سرلا- ڇاڻي ڇئين؟ ڪير آيو آهي؟
أما- لنهنجو اتل آيو آهي؟ اعزي چوئي وڃي آهن؟
سرلا اٿي بيٺي. هيسايل هرڻيءَ جيان نيٺل أما ڪي ياڻ ڏانهن ڇڪي ڇائين- لون ٿي منهنجي لاءِ اتل آهن.
أما- ذرا هلي ڏس نہ سهي، ڪمر ڪير آيا آهن.
سرلا منهن ورائي ڏٺو. ڏسندي ئي ڏجي منهن لڪائي چڏيائين. ساعت لاءِ سپ سانت رهيا. ان بعد ڪنهن ٻئي پاڻون اچي سندس ڳچيءَ ۾ ورڌيون. سنجها جي سرچهري جي سانت ۾ لرزش پيدا ڪندي ڪنهن جي محبت ڀري گلي مان نڪتو- "دادي! همتر ڏينهن ڪان پوءِ ملڻ بعد بہ تو منهن موڙي ڇڏيو."
ڪجهہ گهڙيون بيون نہ گذريون ويون. سرلا اٿس محسوس ڪمو ڄڻ ڪنهن جي ڳوڙهن سان سندس ڪند پيجي رهيو آهي. هن هوريان هوريان ڪري منهن ورايو. هڪ پاڻهن چاروءَ جي ڳچيءَ ۾ وڌائين ۽ ٻي وڌائي سندس ڳڙ اڌڙ ڳوڙها اگهيائين. چيائينس- چارو، روءُ نہ. ورڪ ٿوري دير بعد گلو صاف ڪندي چيائينس- ڪڏهن آئينءَ؟
"اجها، هيئر ئي اچان." چئي چاروءَ جهڪي سرلا جي پيرن جي ڌوڙ مٿي تي لڳائي. چاروءَ جي

نه ڄاڻ ڪٿي وڃي ڪپنديون هئس. دل خبر نه آهي ته ڪهڙن ڀڪرن ۾ وڃي پوندي هئس؛ جي سندس دل کي سدائين سست ڪندا رهندا هئا. رڪي رڪي ڏگها ساهه پيئي کڻندي هئي. پر هوءَ خود به سمجهي نه سگهندي هئي ته ڪهڙن ويچارن ۾ غلطان آهي. خيال ڪندي هئي، ڇا اهڙيءَ طرح ئي حياتيءَ جا ڏينهن گذرندا رهندا. ڪيترن ڏينهن کان مان جيڪا عجيب جيوت گهاري رهي آهيان، سا ڇا آخري حالت کي اچي رسي آهي.

چنچل ڇرن سان اُما اچي وٽس ويٺي. هوءَ هٻڪندڙ آواز ۾ ”امي“ چئي سڏ ڪرڻ تي هئي ته اوچتو روڪجي ويئي. ڏٺائين ته سرلا ٻنهي هٿن سان منهن لڪائي ٽنگين کي ٻٿي ڏيئي ويٺي آهي. ٿوري دير چپ رهڻ بعد اُما وياڪيل ٿي چيو- امي، هي ڇا ڪري رهي آهين؟ ٻڌ ته سهين.

سرلا چيو- هيءَ ڪهڙي ڏائڻ آهي؟ ڀلا پٽڙ جي اندران ڪٿان امي ملندي. مونکي وري امي ڪري نه سڏ جانءِ.

اُما- امي، اٿي ڏس ته سهين، ڪير آيو آهي. جلدي هل. ڇا نه هلندينءَ؟

” ڇا جي امي؟ مان ته پنهنجي اتل کي به امي چئي سڏڻ نه ڏيندي هئس. پوءِ تون مون کي امي ڪري ڇو ٿي سڏين. وڃ هتان ٽري وڃ.“

“تون وڏي آهين ۽ مان ننڍڙي ننڍڙي.”

“جهڙي ڪتاب جي، هاڻي گڏجي ته ڳالهائجانس ٻولهائجانس. سمجهه، پر ياد رکجانءِ، هاڻي تون سياڻي ٿيندي ٿي وڃين. تو کي اڪيلائيءَ ۾ ڪنهن به مرد سان ملڻ يا گهٽي در ٻاهر ڳالهيون ڪرڻ نه گهرجن. جي ڪنهن سان ڳالهائڻو هجيئي ته منهنجي ويٺي ڳالهائجانءِ؟”

“چڱو.”

ٽيهريءَ جو سرلا ۽ پرڪاش ويٺا ويٺا ڳالهيون ڪري رهيا هئا. اونهاري جي موسم هئي. آسمان ۾ گهاٽا بادل ڇانيل هئا. ڪنهن وڻ جو پن سو لٿي لڏيو، پرڪاش رکي رکي چيو- اهو ڇا جڳهه طبعيت ٺيڪ نه اٿيئي، يا من؟

سرلا نه ڪلي چيو- شايد ٺي.

پرڪاش اداس ٿي اتان هليو ويو. هو سرلا جي وهنتر وڌوارڻي جي حالت مان ڪجهه ڪجهه واقف هو.

پر سرلا ڇا سوچي رهي هئي، اها ڳالهه شايد هن نه لڪ لڪ نه سمجهي. ڪڏهن ڪڏهن جي اها اوسا ٿي ويندي هئي ته هوءَ پاڻ نه سمجهي نه سگهندي هئي ته هوءَ ڇا ٿي ڪري ۽ ڪهڙن ٻورن ۾ پنهنجي گذاري. سڀ ماڻهو ڪسي ٻي دل ٻو ڏسندا هئا. سندس هٿ جو ڪم جنهن جو لٽين ڏريو رهندو هو. اڪيون انهن تي

"توسان ڳڏيو آهي؟"
"نه، مون ماڻهو موڪليو تي مانس."
اينتري ۾ پرڪاش اچي دالان ۾ بيٺو. سرلا آدر مان چيس - اچ پرڪاش.
بوٽ لاهي پرڪاش پير اندر رکيو، ۽ چوڪ پري هڪوار ڪمري اندر نهاريائين. ڏٺائين ته سينگاريل گلن جي سونهن ۽ سڳنڌ جي وچ ۾ هڪ پريم ڀري نگاهه ڏاڍي اڪير مان ڏانهس نهاري رهي آهي.
سرلا چيو- اما اتي پرڻام ڪرينس.
اما اٿي لڄ ۽ آنند مان پرڪاش جي پيرن وٽ پنهنجو سر جهڪايو.
سرلا گنڀير ڀاو سان پرڪاش کي چيو- تون آسيس ڪريس تہ جهڙي هيءَ هاڻي نرمل آهي تهڙي شل سدائين رهي.
پرڪاش هٿ وڌايو ۽ اما وري سر جهڪايو. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري هو جلد ئي هليو ويو. سرلا، اما کي چيو- اما، چو پرڪاش سان ڪا اکر بہ نہ ڳالهايئہ.
اما شرم مان مشڪندي چيو - نہ معلوم چو لڄ پيئي ٿيم.
"لڄ ڇا جي؟"
"گهڻن ڏينهن کان پوءِ آيو آهي، ان ڪري."
"پوءِ، مون کي تہ لڄ ئي ڪا نہ ٿي."

# بي آرام سرلا

سرلا أما وٽ اچي چيو- ڪٿي أما ٻڌين ٿي؟ أما چندن گھي رهي هئي. هڪدم ٺٺ جهلي ڇڏيائين- ڇو.

انهن ڏينهن سرلا جي منهن ڏاڍهن نهارڻ لڳي. وار سنواري، سفيد ساڙهي پهري هوءَ ٽامي جي گلدستي ۾ سجيل هر سينگار جي گلن جي ڍير ڄڻ ڳيٺ لڳي. سامهون سنگهاسن تي ٺاڪر جي مورتي براجمان هئي. ڌوپ، چندن، گلاب وغيره جي سڳنڌ سان سڄي گهر ۾ سرهاڻ ڦهلجي رهي هئي. پوڄاري جدا جدا قسمن جي پوڄا جون سامگريون سنڀالي رکيون هيون.

أما چيو- ڇو امي! ماٺ ڇو ٿي ويٺينءَ. ٻڌاءِ، ڇا ٿي چئين؟

"پرڪاش آيو آهي."

حيرانيءَ ۾ اچي أما پڇيو- سچ پچ ڪڏهن آيو آهي؟

'ڪالهه رات جو."

هو. امر لاٽ جي انديشي هو سندس آگـــر ڪڙي طرح طرح جي سوالن سان سندس مٿو ڪپائـــڻ لڳو. چوڪيداري انديرو ڇانيل هو. محل ۾ برلڊ بتين جي روشني دربن جي رستي باغيچي ۾ اچي وڻن ۽ بوٽن تي سونهري سوجهرو وجهي رهي هئي. چارو بـــ سلائـــيءَ جو ڪم بند ڪري ٻاهر باغيچي ۾ اڪري آئي. پتيءَ کي اچي چيائين- رات ٿي ويئي آهي، اُٿل کي ڇڏيو. ڪٿي ٿڌ نه لڳي وڃيس.

امر ـــ تون ويهه نه سهين. ڪٿي توکي نه ٿڌ لڳڻ جو خوف ڪونهي؟

چارو ـــ مون کي؟ واهه جا ڳالهه ڪبو، مون ڄڻ اڄ تائين ڪي سرديون سڻيون ئي نه آهن. آڌيءَ رات تائين نه باغيچي ۾ يا ڪڏ تي وينا هوندا هئاسون.

امر ـــ اها نه گهڻن ڏينهن جي ڳالهه آهي.

" پر هني جسم نه تڏهن به هو." چئي چارو پنهنجي سواميءَ جي پاسي ۾ اچي ويئي.

امر چيو- ڇوطرفو ڪهڙي نه سگند اچي رهي آهي.

" ها." چئي چارو چپ ٿي ويئي.

امر ـــ ڇو اڄ ڏاڍي گنڀير ۽ بي دلي پيئي لڳين؟

" نه، نه." چئي هن سواميءَ جي منهن ڏانهن نهاري مشڪي ڏنو.

چاروءَ جي گلي ۾ ٻانهن وجهندي امر ڏاڍي پيار سان پڇيو- ڇو، نه ٻڌائيندينءَ؟

ٻاهر موڪلجي. هن هڪ ڏينهن ٻيءَ سان ڳالهيون ڪندي ڏاڍي چترائيءَ سان اها ڳالهه ڇيڙي. چيائين ته پرڪاش کي پرديس موڪلڻ کان سواءِ هن جو واڌارو نه ٿيندو هن وقت هوئي توهان جو ديوان ۽ آئينديءَ ۾ توهان جي ملڪيت جو مالڪ آهي.

راڻا ڪشور ان ڏينهن کان پرڪاش کي چيو ته طاهرپور جي زميداريءَ ۾ وڏو گهوٽالو مچي ويو آهي، وڃي نبيرو ڪري اچ.

پرڪاش جي وڃڻ جو ڏينهن به اچي پهتو. سرلا انهي ڏينهن آما کي اهڙيءَ ته سياڻپ سان رکيو جئن هوءَ اڪيلائيءَ ۾ پرڪاش سان گڏجي نه سگهي. نه ته خبر نه آهي ته ليمگر جي سرل هردي ۾ الائي ڪهڙو داغ لڳي. پرڪاش سرلا سان ملڻ آيو ته ڏٺائين ته سرلا ۽ آما ٻئي گڏ ويٺيون آهن. سرلا ڪم ڪري رهي هئي ۽ آما ساڙهيءَ کي ڪمر ۾ لپيٽي ڪڏهن هيڏانهن ۽ ڪڏهن هوڏانهن ڦري رهي هئي. پرڪاش کي لڄل منهن سفر جي پوشاڪ ۽ سفر جي سامان سان ڏسي سرلا ڪيس پيار مان چيو- پرڪاش اڄ ويهه. آما کانئس پڇيو- طاهرپور اڄ ئي ويندين؟

پرڪاش ڪو جواب نه ڏنو. سرلا هن جي طرفان چيو- اڄ ئي نه، پر هينئر ئي. ...

آما سرل منين نهارن سان پرڪاش ڏانهن نهاريندي چيو- وري ڪڏهن ايندين؟

خيالن کي ڦيرڻ يا امر کي وساري ڇڏڻ جو ڪو وس
۾ سمجهيو!

خيال ڪيائين ، مان پيار ڪيان ، پر ڪنهن کي
پيار ڪيان؟ پيءُ جي سواميءَ کي . ان کان وڌيڪ
لڄ ۽ ڏڪار جي ڳالهه ٻي ڪهڙي ٿي ٿي سگهي ؟
پيءُ جي ان ڏينهن جي ڳالهين مان سر لا سمجهي
ويئي ته سندس هلت چلت ، ڪپڙي لٽي ، سينگار سر مي
۾ دلچسپي نه هجڻ ڪري پٽس اوري خيال ڪري
رهيو آهي . هن من ئي من ۾ لڇي ٿي چيو ، ’ماٺهو
اهڙا خيال ڇو ٿا ڪن ؟ ڇا وار سنوارڻ ۽ ڳهه پائڻ
استريءَ لاءِ ضروري آهن . ڀڳوان اهڙي پراڻ جاتيءَ
کي ڇا لاءِ پيدا ڪيو ؟ جنهن کي اهو خيال ٻـ
ڪرڻو پوندو ته سندس ويس ۽ زيور ڏسي لوڪ ڇا
چوندو؟

هار سينگار ۾ ڪهڙو رس آهي اهو هن ڪڏهين
نه ڄاتو هو. اهو سندس سياو ٿي ويو هو . هن ان
وقت پيءُ جي ڳالهين کان لڇي ۽ دکي ٿي ڪنهن
طرح پنهنجي منجهيل ۽ ٽڙيل پکڙيل رکن وارن کـي
سمجهائي ٻڌي ڇڏيو . ۽ هڪ ڌوتل ساڙهي پائي
ٻاهر اُما وٽ اچي چيائين - ڪيئن اُما ! هاڻي ته مان
نهان ٿي نه .

اُما ٻيت ير ... ڪلنا ... يو - واهه ! هي وري
ڪهڙ... گا ...
ڪدم ڪ ... ٿو لڳي . ان

# پرڪاش

اڄ ڇهن مهنن کان سوا پڪي گهر اچي پرڪوڙيا
هئا. تنهن زندگي گهارڻ جو موقعو اچڻ تي ڪن مائٽن
کي ڪن ڏينهن تائين البته اوڪائي ٿيندي آهي. جو
چڱيءَ طرح ڪم ڪري نه سگهندا آهن ۽ پر سوا
اهڙن مائٽن مان نه هئي. هوءَ جڏهن ۽ جهڙن حالت
۾ بولدي هئي، لڏهن ان حالت موافق ٿي بڻجي ويندي
هئي ۽ ان لمولي ٿي حلا لڳندي هئي!

ظاهري طرح هوءَ امر کان دور هلي آئي هئي. پر خيال
اگهان به ڪا دوري آهي؟ هوءَ اڪثر امر جون ڳالهيون ٿي
سوچيندي هئي، ان کي پنهنجي حاليءَ جي سک سورڳ
کان ڪبرائيندڙ، ڪم لصب حاليءَ جي سيني ڏکن
ڏولاون جو بنياد ۽ پنهنجي جنم جي ڏينهن جو بد سڳڻ
۽ خرابه گرهه ڪري سمجهندي هئي. ويچاريندي هئي
ته ڏيارا جيترن ڏينهن پر امر سڀ ڪجهه وساري ويٺو
هولدو يا وساري ويندو. صرف مهنجي جيوت تي
" . . . . -"لن مان لکيي رهي آهي. ' ڪيس اهڙي

ڪڍهين ٻه وار سنوار يندو نه ڏٺو آهي. ڪپڙا ٻه ڪهڙا نه ميرا ٿي پائين. توکي ڇهه مهنا هت آئي ٿيا آهن، الهي عرصي ۾ مون توکي هڪ ڏينهن لاءِ ٻه ......"

"بابا، توهين اهڙيون ڳالهيون نه ڪريو. مونکي اهي ڳالهيون ٻڌي ارمان ٿو لڳي. مان ڪهڙي اندر جي آسري تي ويٺي هئس، جو هت ايندي مونکي دک ٿيندو؟"

اُما ڪلندي چيو- مان ٻڌايان؟ تون پنهنجي ٻار کي ڇڏي آئي آهين. انڪري ٿي ائين ٿي ڪرين؟ هنن کي رلائي تون هت هلي آئي آهين. ان ڪري تنهنجو اهڙو حال ٿيو آهي. ڪيئن ائين آهي نه؟

سرلا ٻنهي هٿن سان پنهنجو منهن لڪائي ڇڏيو. ۽ رئندي چيائين- اُما! اُما. هينئر وڌيڪ نه ڪڇ. بس ڪري ويهه.

——o——

منهن هن جي چاليءَ ۾ لڪائي ڇڏيو- امي، رتن جوئي، ان ۾ ڏک جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟
سرلا ڪيس ڇا چوي! سنسار جي ڳئان ڪان اڻ ڄاڻ ان ٻارنهن ورهين جي ڇوڪريءَ کي ڪيئن ٻڌائي ته سندس ڪهڙي نه ڏکدائي حالت ٿي ويئي آهي. هن ڪيس ڇڪي پنهنجي گود ۾ وهاري سندس منهن مٿي ڪري چيو- مان تنهنجي ماءُ آهيان. تون مون وٽ ٿي رهه. ڇوڪري چپ چاپ لمٽي رهي. سندس اکين مان ڳوڙها اچا سڪا ٻه ته هئا نه چين لي مشڪ اچي ويس.
اوچتو سرلا جو پتا راڌا ڪشور ڪمري ۾ لنگهي آيو. ڏيئي کي ڏسي چيائين- سرلا! تون ڪهڙي هٺي جو ٿي تسندي وچين؟ ڇا تنهنجو من هت نتو لڳي؟
سرلا هڪدم ان جو جواب ڏيئي نه سگهي. راڌا ڪشور چوڻ لڳو- هن وقت تون ٿي منهنجي ٻڌايي جو اڪيلو آسرو آهين. تنهنجو نه مون کان سواءِ ٻيو ڪير آهي؟ اون ٻيو ڪنهن سان پنهنجو ڏک سڪ سليندي؟
" پتاجي، توهين هي ڇا چئي رهيا آهيو؟ مونکي ڪهڙو ڏک آهي! پنهنجي گهر ۾، توهان وٽ رهندي ته مونکي ڏک ٿي سگهندو؟ توهين اهڙيون ڳالهيون نه ڪيو."
"تون اهڙي چوڻي ٿيندي وچين؟ مون لوکي

ٽڙيل معصوم منهن ڏانهن نهاريندي ٿي رهجي ويئي.
اما کلندي چيو- هڪ ڏکم جي ڳالهه ٿي ويئي
لساڻ نرس ٿي پوءِ مان اميءَ وٽ هلي آئي
پس؟

سرلا اُداسيءَ پرئي آواز ۾ پڇيس- ڪهڙي ڳالهه
ٻ ويئي هئي؟

"مان وڏڙا ٿي پيس، ان ڪري هلي آيس."
سرلا سانت ٿي ويئي. اُما ٿوري دير چپ رهڻ
بعد وري چيو- چڱو، امي هڪ ڳالهه پڇاڻ ٿي.
سرلا پنهنجي ڏکهي ساهه کي روڪي چيو- ڇاٿي
پڇين، چڱ؟

"نه، نه چوندي پس، چوندي ڏسپ تو ٿئيم"
"ڏسپ ڇاجو، چڱ."

"چڱو پڻداءِ نه هيءَ ڳالهه پڌي لون اداس ڇوٿي
ويئينءَ. اما ٻ ائين اداس ٿي ويندي هئي. "نينگر
جي سندر اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. وري چيائين-
ڇو اميءَ اهن ۾ اداس ٿيڻ جي اهڙي ڪهڙي ڳالهه
آهي. مولکي نه ڪجهه ٻ لئو ٿئي، ڏک ٻ ڇا لاءِ ٿئي؟
سرلا پنهنجي ساڙهيءَ جي پلو سان اُما جون اکيون
اگهيون. اُما پنهنجي دلاسي ڏيندڙ جي منهن ڏانهن
احسان مند اکين سان نهاريو. ڏٺائين نه همنجي اکين
۾ ٻ ڳوڙها پريل هئا.
اُما اوچتو سرلا جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي، پنهنجو

اٿين ڇوندي هن سرلا جي هٿن مان بخمل ڇڪي
ورتو.

سرلا ڪنڌ مٿي ڪري ڪماريءَ ڏانهن نهاريو. هن
جي مٿي، موهڻي معصوم منهن تي مشڪ ڏسي پنهنجو
پاڻ سنڌس وات مان سرد آهه نڪري ويئي.

ڪماريءَ چيو- اهو ڏنڊو ساهه ڇا لاءِ؟
”اٿين ئي.“
”نه، اٿين ئي لئو ٿي سگهي، مون کي اڄو پيد
بڌاءِ.“

”چڱو، ٻڌ. تون ڪپڙي جو نهيل گلاب نه چيتاڙي
سگهين ٿي. پر جيڪڏهن ڪو سچو پچو سهڻو گل
هجي نه ڇا ان کي بس جيڪر پٽي ڇني ڦاڙي ڦٽو
ڪرين؟

”ڏاڍو سهڻو گل، جهڙو باغيچي ۾ ٽڙندو آهي؟“
”ها.“

ڪماريءَ ڪجهه خيال ڪري چيو- دل جيڪر
چيو نه ڪري.

سرلا شايد پنهنجي اندر ۾ چيو، ’نه پوءِ قدرت
کي ڪئن ٿي دل ٿئي؟ قدرت ڇا ان کان به وڌيڪ
سخت دل آهي؟‘

ڇوڪري چيو- ڇڻ ڇا ٿي چوين؟
”ڪجهه به نه.“ چئي سرلا وري پنهنجي ڪم کي

# معصوم وڏوا

ڪالي ڪنج ۾ چوڻ ڇمندي ٻاڇيرڻي مڌر ڏار سان
وهي رهي هئي. نديءَ ڪناري زميندار راڌا ڪشن
جو شاهي محل هو. جنهن جي ڦليل ڦولبل ڦلواڙيءَ جي سڳند
رنگ واري ڦانڪ لي ٻئر جا ۽ شبنهن زبان ڪئي
ڏسڻ ۾ ڪي ديهاڙا جي ڪوشش ڪندي پهچا ڏند
ڏيکاري رهيا هوا. محل جي سفيد رنگ، اسان ٿيندڙ
سج جي ڪرڻن مان ڪجهه لالائي جهڙي ورتي
هئي. ۽ ماڙ جي هڪ سينگاريل ڪمري ۾ درڪيءَ
وٽ مسندري سرلا ڏاڍي ڏاهپ سان ٻخمل تي زريءَ
جو گل پري رهي هئي. سورج جي ڪرڻن هن جي
ڇڙيل وارن تي ٻتجي سهاسن جي چٽالن جهڙي
سونهري رنگت تي ڏيکاري. سندس اڏ ميري سانڌي
۽ گهڙوءَ دلي پئي ڏلي. سرلا چاهه مان ڪم ڪري
رهي هئي. اوچتو هڪ ڪشوريءَ الي اچي گوڙ مچائڻ
شروع ڪيو. هن ڪجهه روڪجي سياجهي سر اٿي آواز ۾
چيو- هي ڇا، هي ڪم ٻند تي ۽ ٿيندو؟

ڏيکاريندس. توکان ڪجهه نه طلبيندس. صرف هڪوار انهن چئه ...

سرلا سواميءَ ڏانهن نهاريندي چيو- نه.

هوءَ هوريان هوريان وک وڌائيندي وڃي گاڏيءَ تي چڙهي. ان شاهي محل جا سڀ حصا ۽ باغيچي جي چار ديواري جڏهن هڪ هڪ ڪري سندس نظرن کان جادوءَ جي کيل جيان لنگهي ويا تڏهن هوءَ پاڻ کي گاڏيءَ جي گديءَ تي اڇلي سڏڪا ڀري رئڻ لڳي. دل ئي دل ۾ چوڻ لڳي، "مان مڃان ٿي. مان قبول ٿي ڪيان. وڌ مان چئي ٿي چڏيان نه هڪ ڏينهن توکي اهو حق هئو ۽ ... اچا ب ... اچا ب"



سو سو وار چمي ڪيس ليٽي ۾ لي سان پسائيندي
چيو- پٽ، وڏو ٿي ماڻهوءَ کي ضرور مونهن ڏيکارج.
چاروءَ پنهنجي ٻالهن سان منهن ڪٽي لڪايو. سولا سندس
منهن مٿي ڪري سندس ڳلن تي ڳوڙها ڳاڙيندي
سندس مٿي تي هٿ رکي من ئي من ۾ ڪس آسيس ڪئي.
وڇڙ وقت امر سان ڳڏجندي چيائين - چڱو، نه
مان هاڻي وڃان ٿي.
امر اداس اکين سان سندس منهن ڏي ڏسي
آهستي چيو- چڱو، وڃ.
سولا کي عمر نه آهي نه وري ڪهڙو خيال آيو جو
وري موٽي اچي چيائين- مون کيٽا ڏوهه ڪيا آهن،
معاف ڪجو.

سولا ٻه چار وکون مس اڳتي وڌي هوندي ته
امر ڊوڙي وڃي سندس هٿ پڪڙيو ۽ چرين جيان
چوڻ لڳو- بس، صرف اڄ تولي قبول ڪري وڃ.
وڏيڪ نه، رڳو چند نه جيڪڏهن اڄ نه، لڏهن به
ڪيون ڏينهن لون منهنجي تي هلن‌ءَ. ڪيهن ڏينهن
مولکي اهو حق هو نه توکي پنهنجي چئي پڪاريان.
مولکي پيو ڪجهه نه کپي صرف لهنجي واتان اهو
ٻڌڻ لو چاهيان، نه لون اڄا به مولکي ڪجهه نه
ڪجهه پيار ڪرين ٿي. مان اقرار ٿو ڪريان نه تن
... توکي ڪڏهن به پنهنجو ميچ نه

دليا جو ڪو به ماڻهو مون کي چا به چوي. ڪريل چوي، ڪمزور چوي، نئر چوي. پر تون ڪجهه نه چئه. تنهن جي چوندي منهنجو ڪليجو ٽو ڪپجي.

چارو ڪيس چنبڙي چيو- پوءِ تون هتان ڇوٿي وڃين؟ دادي له وڃ.

"چارو، تون مون کي ان لاءِ زور نه ڪر. مان تنهنجو چوڻ نٿي مڃي سگهان. مون کي اهڙي ڳالهه ويچاريندي به ڏک ٿو ٿئي."

"چا هن ڏانهن تنهنجو ڪو به فرض ڪونهي؟"

"نه، هن کي مون تنهنجي سپرد ڪري ڇڏيو آهي."

"دادي، معاف ڪر مان اها ڳالهه توکي ڪنهن به ڏينهن نه چئي سگهي آهيان. پر اڄ چوانءِ ٿي - هو تنهنجو سوامي آهي؛ پوءِ تون ڇو پنهنجو حق پاڻ ٿي ڇڏي ٿي وڃين؟ مان چاهيان ٿي؛ تون هت رهه، ۽ مون کي پنهنجي سنيهه ۽ پريم جي ڇايا ۾ رهڻ جي جاءِ ڏي."

"چارو! جيڪڏهين تون مون کي ذرو به پيار ڪرين ٿي نه مون کي نه روڪ. تون مون کي سدائين دادي ڪري ڪوٺيندي آئي آهين. اڄ وڃڻ وقت تو مون کي ڀاڄ جي نگاهه سان ڇو ڏٺو؟ مان تنهنجي پلو گهرندڙ پيرڻ آهيان، نه ڀاڄ."

وڃڻ جو وار اچي ويو. سرلا اُتل کي سيني لائي

ڪريو، ۽ منهنجي اهائي هڪ آزاد نا آهي ته ....
" ته ذرا نرميءَ سان ڳالهيون ڪريان. ڪٿي ائي
نه؟ ته ڇا منهنجون ڳالهيون توهان کي ڪوڙيون ٿيو
لڳن. دل ۾ ڇين ٿيون؟ منهنجي زندگيءَ جي شروعات
۾ ڇا توهان ايتري دليا ٻـــ ڏيکاري هئي؟ ههڙي
رواجي ڳالهه جي چوٽ ته دل ۾ ڪيترا تي وڃ وجهي
ڇا اها ڳالهه توهان ڪڏهـــن سوچي آهـــي. ڪڏهن
پلٽي پتڪٽي ۽ منهنجي حالت جو قياس ڪيو اٿو؟
نه ڪيو، تـــ چگوني ڪيو. ان لاءِ منهنجي توهان
۾ عقيدت هئي؛ ڇو تـــ مونکي خيال هو ته توهين
چترون آهيو، پڪي ارادي وارا آهيو؛ چاروءَ ڪسي
چاهيو تا، ان ڪري مونکي پنهنجي استري ڪري
تنا ايکيو. پــر اڄ ڇا ٿيو؟ اڄ ته توهان منهنجي ا
عقيدي کي ته چور چور ڪري ڇڏيو."

امر لتل منهن سان آهستي هڪ آسڻ تي
ويهي رهيو. سرلا گهڻي ديـر تائين ڪيس گهوري
ڏسندي رهي. ان بعد هن جي ويجهو وڃي چيائين ـ
مون توهان سان گهڻوئي ڪوڙو ڳالهايو پر مون توهان
جي دل دکائڻ نٿي چاهي. منهنجو ڏوهه معاف ڪجو.
مان توهان ۾ ويسهه رکان ٿي، توهان کي پنهنجو سڄڻ
سمجهان ٿي. توهين چاروءَ جا سوامي آهيو، مان توهان
کي ڏک ڏيڻ نٿي چاهيان.

امر بنهي هٿن سان منهن لڪائي رئڻهار ڪو ٿي ڇيو.

امر الاوليءَ مان چيو- ”ڇو ڪيو اٿئي؟ مون نه توکان معافي ڪانه گهري. مان هن وقت ان جي پراشچت ڪرڻ لاءِ ئي وڃي رهيو آهيان. توکي الله مولا کي پراشچت ڪرڻ جو موقعو ڏيڻو پوندو. مان گهڻو وڌ اجڻ نٿو چاهيان، صرف ٻري ٿي ٻرڪ رهي پاپ جو پراشچت ڪرڻ ٿو چاهيان. ان ڪري توسان ڳالهه ڪرڻ جو مولا کي انڪار ڪونهي، اهو ڄاڻندي به مان چوان ٿو، سر لا! مان سڄيءَ دل سان، ڏاڍي نمرتا سان هن پراشچت جو بار کڻڻ ٿو چاهيان. ان مان به مون کي سک ٿي ملندو. مون کي اهو سک ملڻ ايترو انڪار نه توکي ڏيڻو پوندو.

”هڪ انساءَ جي پراشچت لاءِ سو انساءَ جو ڪهو رهي؟ توهان ٻاجهي به اهو نه سوچيو ته مان ڪو توهان کي اهڙي پڇتاءَ ڪرڻ جو موقعو ڏينديس. ڇا توهان کي خبر آهي ته مون توهان کي ڇو معاف ڪيو؟ مون توهان کي توهان جي لحاظ ڪري معاف نه ڪيو آهي. ٻر چاروءَ جي صدقي ئي مون توهان کي معاف ڪيو آهي. توهان نه ڪڏهن منهنجا هئا، نه اڄ ئي آهيو.

امر کي جڻ مولمار ڏک لڳو. ٻرٽوي سندس ٻرن هيٺان کسڪڻ لڳي. هن ڏاڍي مشڪلات سان فقط ايترو چيو- ”ڪو به ڪنهن سان، ايڏي نمرتا سان. ڪو نه ڳالهائيندو آهي. توهان چاهي چارو، جيڪي به

بعد توهين جڏهين منهنجي اکيان ايندا، تڏهين ما
وهان کي شد ؛ پوتر ڏسنديس نه؟

امر کان ڪجهه نه اڪليو. هن اکيون تپائين هيٺ
ڪري ڇڏيون.

”بدايو، مان ان ڳالهه جو جواب چاهيان ٿي
جيڪڏهين شد ٿي نه اچو ته پوء پرديس ڇڪڙ بـ
اجايو آهي.“

امر ڪنڌ مٿي ڪيو. ڏکاري آواز ۾ چيائين - مان
شد تيئڻ لاء ته نه وڃي رهيو آهيان؟

”ته پوء ڇا لاء وڃي رهيا آهيو؟“

”ان خوف کان ته ڪٿي ڇاروء سان بي انصافي
نه ڪري وڃان.“

سرلا گهٽيل آواز سان چيو - هي ڇا هن سان نياءُ
ڪري رهيا آهيو؟ توهين ٿي هتجا اڪيلا ٻر پر آڌر
آهيو. اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن توهين گهڙيء پر لاء
به ڪنهن ٻي استريء جو ڏيان دل ۾ ڌاريندا، ته
اهو اهڙو ڏوهه ٿيندو، جو ڪڏهن به معاف ٿي نه
سگهندو.

امر ترڪندڙ زبان سان چيو- جيڪڏهن هي پاپ
ان جي اکيان معاف ڪرڻ لائق نه آهي، ته پوء ڇا
مان توسان جنهن حليو آهيان سو ڇا لائق آهي؟

”پر مون ته توهان کي معاف ڪري ڇڏيو آهي.“

پر هن لولي اختيار ڪرڻ سان به سرلا امر جي حالت
چلت ۾ ڪو ڦيرو ڪونه ڏٺو. پاڻ انس محسوس ڪيائين
ته هن ۾ اها ڪمزوري اڃا قائم آهي. ڏينهن جو امر گهر
اندر ايندو ئي ڪونه هو، سواءِ رات جي ڇٽن ٻهرن جي؛
هن شڪار ڪرڻ ڇڏي ڏنو، چاروءَ سان ولدر ورولهه
به ڇڏي ڏنائين. چارو به ڪڏهن ڪڏهن سوز مان
چئي اٿندي هئي - دادي! توهان ٻنهي مولڪي ڇڏي
ڏنو؟

هڪڙي ڏينهن صبوح جو امر ٻاهر وڃي رهيو
هو. ٻنبان ڪنهن سڏ ڪيو 'هي ته ٻڌجو' امر منهن
ورائي ڏٺو ته سرلا آهي.

سندس سڄي جسم جو خون جهڙو منهن ۾ اچي
مڙيو. هو ڏيڍ قدمن سان سرلا ڏانهن وڌيو.

سرلا چيو - ڇا توهان چاروءَ کي ساڻ ڪري ڪبڏائهن
بري وڃڻ ٿا چاهيو؟

امر ڪن ساعت ٿرسي هڪوار آشا پرين اکين سان
سرلا ڏانهن نهاريو، پوءِ نظر لوائي جهبڪي آواز ۾ چيائين -
ها.

ان وقت سرلا سر جهڪائي اکيون هيٺ ڪري
ڇڏيون هيون. هن البت جرڪي چيو - مان توهان
کي هڪڙي ڳالهه چوان؟

ان بعد ٿورو ٿرسي پنهنجن وڏين اکين سان
امر ڏانهن محڪم نگاهن سان نهاريندي چيائين - هن

## پڇتاءُ

سيٺ موٽي گهر آيا. گهر پهچي سر لا خبر دار رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. محسوس ڪيائين ته اها سندس سمجهه جي غلطي هئي. امرلات سان ڏاڍائي رکڻ ئي واجب آهي. گهرائي رکڻ مان ممڪن آهي ته الٽو نتيجو نڪري. پاڻ جي برائيءَ ڪري ڪيس سنسار ۾ اڪيلو رهي ٿي حياتي گذارڻي آهي. ٻه اوکا لڪ لنگهڻا آهن. اهو ويچار ڪري هن امر سان ڳالهه جڻ مسجڻ يا ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ ڇڏي ڏيون. چارو سان به گهڻو واهپو گهٽ ڪري ڇڏيائين. پاڻ پنهنجي دل ۾ امرلات لاءِ حقارت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. جنهنجي جيوت ۾ محڪم ارادو ڪونهي، اهو به ڪو انسان چئبو؟ جنهن چاروءَ لاءِ امر شروعات ۾ ڪيترائي ڪشت سٺا ۽ ڪشالا ڪڍيا، انهي سان هينئر هيڏو دوهه، هيڏو ڪپٽ؟ پنهنجي استريءَ کي ڇڏي، ڪنهن ٻي استريءَ جو گهڙيءَ لاءِ خيال ڪرڻ ڇا ويساه گهاتي نه آهي؟

لي سهڻا سکي ويٺي آهي، هن پنهنجي لاءِ نئين راهه ڳولي ڪڍي آهي، هينئر توهان جي ضرورت نه آهي، توهان پنهنجو رستو سنڀاليو!'

ڪيترائي پيرا اهڙو جواب سرلا جي اندر مان اٿي سندس ڳلي تائين آيو، پر چپن تي نه اچي سگهيو. هن جالو تي نه اهي جواب پر ڪيترو نه وڪ پريل آهي. 'هن ڏينهن اهڙا ابلاڪاني منجهي وئي، نه پوءِ اهڙو ذڪر ڇاجو؟ پوءِ اهو زهر ڇو پيو ڪيئن هن کي پيارجي.'

سڄي رات هوءَ چنتا ۾ ڇور رهي. 'هينئر ڪيئن اپاءُ آهي؟ جيڪڏهين پڇي وينديس نه چارو ڪي شڪ پوندو. نه، نه وڃڻ نه ٿيندو، هت رهي لئي ڪي مناظر پوندو.' رات گذرندي گذرندي سرلا سمهي پيئي، پر سپني ۾ به ڪنهن ساهڙ جي ٽي سار هئي.

لاءِ تيار ٿي ويٺي هئي. پر هنڪي ذرو به لوڏي
سگهي ۽ اڄ هي ڇا ٿي ويو؟ اڄ ڇڻ هن واسنا جي
لپٽ کان خالي ٿڌي سيني جو پريم، امر جي پٽر کان
نه سخت ورتاءَ جي چوٽ کائي ڪڏهن جو دل جي
اونداهي غفا ۾ وڃي لڪو هوا
اڄ هيئنر ڏينهن کان پوءِ ان بعد دروازي کي ڇا
لاءِ ڪڙڪايو ويو؟ ۽ ڪڙڪايو به ڪنهن؟ هو اڳئين جهڙو
نه نه رهيو هوا
لڄ کان سرلا نهن کان چوٽيءَ تائين لعل ٿي ويئي.
سوچيائين- ڇا جواب ڏيڻ سان ڪم نه هلندو؟ ڇا مان اهو
لئي پڇي سگهيس ته توهان اڄ جيڪا چيز ڏيڻ هليا
آهيو، اها اڄ تائين ڪٿي هئي؟ توهين اهي ئي نه آهيو
جنهن منهنجي لين واسنائن سان ڦاٽندڙ جواليءَ
امنگن کي اندي انسان جيان نه ڏٺو ۽ نه ڏسڻ چاهيو.
اهي ظالم توهان ئي ته آهيو. اڄ توهان کي هيڏيون
وڏيون ڳالهيون ڪرڻ سهائين ٿيون؟ منهنجي زندگيءَ
کي وئرت وڃائڻ لاءِ ڪير ذميوار آهي؟ هڪ ڏينهن
توهان ڇا چيز مونکان کسي ورتي ۽ ٻيءَ کي ڏيئي
ڇڏي، اهائي اڄ وري توهان مونکي موٽائڻ آيا آهيو؟

پوءِ مان ڇا انهن کان به ڊاريو آهيان؟ تون
منهنجي لاءِ ايترو به نٿي ڪري سگهين؟ مان ڇا ايتر
حاصل ڪرڻ جو به حقدار نه آهيان؟

هيءَ اهائي ڇريائي هئي جيڪا بيماريءَ جي بستر
تي پيل امرنات جي وات مان ٻڌي ۽ اکين مان ڏسي
سرلا جي جسم ۾ ڏڪڻي پيدا ٿي ويئي هئي، من
چنچل ٿي اٿيو هوس، پر اها بي آرامي هوءَ ڪيترن ڏينهن
کان امر جي اٿڻ وهڻ ۽ ڳالهائڻ مان به محسوس ڪري رهي
هئي. پڇتي، پوڇا، شوڌا ڪانسواءِ نه ڄاڻ ڀيو ڪهڙو
خيال هو. ڇا اهوئي خيال هن منحوس وقت ۾ ري گهريو
ري طلبيو اچي پهتو آهي. پر ڇو-؟ هينئر ڇو؟ سرلا
ڏٺو ته هينئر چپ رهڻ سان ڪم نه هلندو. هن پنهنجو
هٿ ڇڏائي سياويڪ نمولي چيو- توهين پاڳل ته نه
ٿي ويا آهيو؟

امر وري هنجو هٿ پڪڙي ورتو. ۽ اتاولائيءَ
سان چيو- ها، پاڳل ٿي ويو آهيان. تون منهنجي ڳالهه
جو جواب ڏي.

سرلا وري هٿ ڇڏائي، هٽي پريرو ٿي ويئي. ان
ڪنڌ کڻي يڪ ٽڪ نگاهه سان امر ڏانهن نهاري
چيئين - نه، توهان کي ايترو به نٿو ملي سگهي. توهين
کان به ڊاريا آهيو، پوءِ منهنجا ڪيئن ٿيندا؟
توهان کي خبر نه آهي ته پنهنجو ماڻهو پري هليو
تي پراون کان به وڌيڪ پرائو ٿي پوندو آهي.

ندو آهي، دل جي ڪنهن نه ڪنڊ ۾ جاءِ نـــ پا
دل جـــي پردي ۾ ٿي هنهنجون شاخون ڦهلائـــ
چڙيندو آهي.

ان وقت سنجها ٿي چڪي هئي. ڪليل دريءَ مار
سانجهيءَ جي ٽڙيل گلن جي جهيڻي جهيڻي سڳند اچي ساري
ڪمري ڪـي سڳند سان ڀري رهي هئي. امرناٿ
پلنگ تي ليٽيو پيو هو. سرلا هڪ پاسي ويٺي ڪيس
مکرچندر جو لکيل هڪ ناول پڙهي ٻڌائي رهي هئي.
سامهون ٽپائيءَ تي بتي رکي هئي. امر مـن لڳائي
ڪهاڻي ٻڌي رهيو هو. توري دير ڪهاڻي ٻڌڻ بعد
چاروءَ چيو- بس، دادي! هاڻي اها پوٿي بند ڪر.
مولڪي ننڊ وٺي.

سرلا ڪتاب ڪري هيٺ رکيو. امر زور ڀريند
چيو- نه نه، اچا به تورو پڙهه.

”چڱو توهين پڙهندا رهو. مان وڃان ٿي.“

ائين چئي چارو هلي ويئي. سرلا پڙهڻ لڳي.
ڙ ناٿين ته بتيءَجي روشنائي امر جي اکين کي لڳي وٺي،
. به هو ناول بند ڪرڻ لاءِ نه چئي، اکين کي هٿ
يٺي ناول ٻڌندو تو رهي. سرلا پڙهندي رهي. ٻنڪم
بوءَ جي دل ۾ گهر ڪري ويندڙ رچنائن کي ٻڌي،
ر جي سڪل اکين ۾ به پاڻي تري آيو. اهو ڏسي
هنجا ڳوڙها اگهندي ۽ ڀريل گلي کي صاف ڪندي سرلا
و- چڱو، اڄ هت ٿي بند ٿا ڪيون.

وڌيڪ نہ چڙهاءِ، تون ئي اچي منهنجي شيوا ڪ
ڀوءِ هلي وڃ.

سرلا ڇرڪي هڪوار دروازي ڏانهن ڏٺو. ڪيس
جنهن ڳالهہ جو شڪ هو، اها ٿي ئي ٿي. امر جي زو
سان ڳالهائڻ ڪري چاروءَ جي اک کلي پيئي هئي هوءَ
ان وقت دروازي وٽ اچي چپ چاپ ڪري بيٺي.
شرم جي ماري سرلا، چاروءَ کي نہ ڏسي سگهي. هن
ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. آهستي آهستي امر چپ
ٿي ويو.

سرلا وري دروازي ڏانهن ڏٺو تہ چارو اڳئين جيان
ئي سر جهڪائي بيٺي هئي.

آهستي آهستي ڪري رات پڇڻ لڳي. امر وري
جاڳي پيو. لال لال اکين سان سرلا ڏانهن ڏسندي
چيائين- وري؟ وري بہ تون هلي آئينءَ، تڏهين بہ
منهنجي جان نہ ڇٽي. دَيا ڪر، منهنجي مٿان دَيا
ڪر. ڀلائي ڪري مون وٽ نہ اچ. مون کان هينئر
سٺو نٿو ٿئي. وڃ، وڃ، هلي وڃ. نہ تہ مون کي
وڃڻ ڏي.

سرلا پنهنجيءَ پوريءَ طاقت سان امر کي وري
بستري تي ليٽائي ڇڏيو. ڪجهہ دير بعد امر وري
بي آرام ٿي اٿيو؛ آهستي چيائين- نہ ويٺين؟
تڏهن ڀلي ويٺي هج. هينئر نہ وڃجانءِ. هينئر نہ وڃي
سگهندينءَ، هن طرح ئي ويٺي رهہ.

